# كلام

# صوفي فقير سيد صاحبڏنو شاه

مرتب :

فقير سيد عبادت علي شاه



# ڪلام

# صوفي فقير سيد صاحبڏنو شاھ

# (القادري السروري)

زير نگرا ني: سجاده نشين درگاھ عاليہ وستي عنايت علي شاھ

سهيڙيندڙ: **فقير سيد عبادت علي شاھ**

درگاھ عاليہ جهانپور شريف

كتاب جو نالو: كلام صوفي فقير سيد صاحبڏنو شاهہ
صنف: شاعري
زير نگراني: سجاده نشين درگاهہ عاليہ وستي عنايت علي شاهہ
سهيڙيندڙ: فقير سيد عبادت علي شاهہ
ڇاپو: پهريون
ڇاپي جو سال: 2020ع
ڪمپوزنگ: شيردل اعواڻ 03133413659
ٽائيٽل: سهيل شيخ
ڇپائيندڙ: انور سائين يادگار ڪميٽي جهانپور شريف
ڇپيندڙ: ماءِ پبليڪشن سکر
قيمت: 120 رپيا

ڪتاب ملڻ جا هنڌ: انور حضور گفٽ سينٽر جهانپور شريف ـ ملنگ سائين جنرل اسٽور جهانپور شريف ـ تاج بڪ اسٽور جهانپور شريف ـ ڪنگ پن ڪتاب ميلو پريس ڪلب حيدرآباد ـ سنڌي لينگويج اٿارٽي، حيدرآباد ـ رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو ـ نيشنل بڪ اسٽور پنج گلو خيرپور ـ عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ سکر ـ ناولٽي بڪ اسٽور ميرپور ماٿيلو.

## تعارف

رهائش صوفي فقير سيد صاحبڏنو شاھ بخاري القادري
درگاھ عاليہ وستي عنايت علي شاھ تعلقو ۽ ضلع گھوٽڪي سنڌ.

پورو نالو: صوفي فقير سيد صاحبڏنو شاھ ولد سيد غلام مصطفي شاھ بخاري

### اولاد:

فقيرسائين صاحبڏنہ شاھ جن کي ٻن پٽن جو اولاد ٿيو جن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو.

1. سيد غلام مصطفي شاھ
2. سيد غلام مرتضي شاھ (ڊپٽي شاھ)

### سيد غلام مصطفي شاھ جو اولاد:

سائين جن کي ڇهن پٽن جو اولاد ٿيو جن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو.

- سيد طالب علي شاھ
- سيد منظور علي شاھ
- سيد هادي بخش شاھ
- سيد غلام حسين شاھ
- سيد مريد حسين شاه
- سيد شفقت حسين شاھ

**سيد غلام مرتضي شاهہ (ڊپٽي شاهہ) جو اولاد:**

سائين جن کي ڇهن پٽن جو اولاد ٿيو

- سيد همت علي شاهہ (اول) (جواني ۾ وصال ڪري ويا)
- سيد عنايت علي شاهہ
- سيد صاحب ڏنو شاهہ
- سيد رحمت علي شاهہ
- سيد همت علي شاهہ

# ابيات



١

ايمان سلامت هر ڪوئي منگي، عشق سلامت هجي،
منگان عشق ملي ايمان، تنهنجي مصلحت ڪيهي ڪجي،
لَن تَنااللبرَّ حَتا تُنفقونَ، سر مال فدا آ سٽي ڪجي،
”صاحبڏني شاهہ“ سڪ سوز سان، سر سينگاري ڏجي،



٢

منهنجو ماءُ مجاز، تنبي تن تالان ڪيو،
وڃي پيو وجود ۾، سورن سندو ساز،
”صاحبڏني شاهہ“ صنم جي، نهوڙي وڏو ناز،
ٻڌو مون آواز، هيبتناڪ حسن جو.



٣

هيبتناڪ حسن جو پتو پيو جن،
وَيَن وسري وجود ڪان، ڪايا مايا ڏن،
نيڪي بدي ناموس ڏي، ڪامل نہ ڏين ڪن،
"صاحبڏني شاھ" جن، اچي عشق امام ٿيو.



٤

اچي عشق امام ٿيو، تنهن برھ چوائي بانگ،
انا ال ڪافر انا ال ڪافر، انا ال مشرڪ انا ال مشرڪ،
اناالحق اناالحق، سولي سايو سانگ،
"صاحبڏني شاھ" سر جو تون، سالڪ رک نہ سانگ،
آهي ملھ اناالحق آواز جو.



٥

بريو مچ مجاز جو پتنگ ڪيو پرواز،
سڙي ويا سوز ۾ ڏسي نظر ناز،
سالڪ حُسن جي سير جو ڪي رند پروڙين راز،
"صاحبڏني شاھ" اچي زوم سان، جيئن بحري اچي باز،
حسن آ شهباز، چائي ويو چنبن ۾.



٦

بريو مچ مجاز جو، شمع ڪيو شعاع،
پروانا سڀ پچي پيا، منجھ عشق جي آڙاھ،
العشق نار يحرڪ سچو ھي گواھ،
"صاحبڏني شاھ" آھي، بلبل باغ حسن جو.



٧

بلبل باغ حُسن جو كري سير سلطاني،
غير نہ آڻ شڪ نہ ڇاڻ، سڄاتم سير سبحاني،
ٻولي ٻولي ٻاجهہ جي كري لات لاثاني،
لاالہٰ الاالله محمد رسول الله، فدا ٿيو فاني،
"صاحبڏني شاهہ" عرق غرقاني، بيشڪ بحر حسن جو.



٨

مونكي ماءُ مجاز واڏوڙين جان وڏيو،
كمينا ڇاڻن كينكي رمز انهيءَ جو راز،
اڃي تو عوشاقن تي جيئن بحري اڃي باز،
وڃهي ڇنبا چست كري پوءِ كري پرواز،
اماڻي انهيءَ ملك تي، جتي ڏوهہ نكو ثواب،
تون مان كانكا، نكو سوال جواب،
"صاحبڏني شاهہ" چوي آهي نينهن نواب، حكم هلائي پنهنجو.



٩

مرم ماروئڙن جو مونکي ٿو ماري، لوئي نہ لاهي پٽ نہ پائي،
پئي سانگيئڙا ساري، ڪري ياد پيڪن کي ڳوڙها ڳل ڳاري،
ڪري قرب ڪُن ڪنيز سان ايندم اوتاري،
"صاحبڏني شاهہ" چوي تار من تاري، ويندا هن ولهي
کي.

## ١: ڪافي روپ تلنگ



خارج مَني نہ مَني، علي؏ اعليٰ شان،
علي؏ اعليٰ شان ثابت وچ قرآن.

١- ڏيکو وچ حديث، ڪري ڪون ريس، منڪر مول نہ مَني،
احمق پڻ ابليس، نبي آپ فرمايا، ميڏا جگر جان.

٢- علي؏ ڪعبي وچ ڄايا، نبي لسان چوسايا،
سارا علم سکايا، بيحد جنهن دا بيان.

٣- نبي موندي تي چايا، حيدر؏ بُت ڀن آيا،
موليٰ شان وڌايا، سلطان سُلطان.

۴- نائب نبي دا آيا، سارا ڪفر ڪنبايا،
منڪر مار منايا، تابع جن انسان.

۵- جيتر علي؏ نہ آيا، خيبر فتح نہ پايا،
مرحب مار ڏڪايا، سُڻيا ساري جهان.

٦- لڳي احد لڙائي، ڀڄ ڳئي سڀ جهان،
نبي رهيا تنهائي، علي؏ وچ ميدان.

٧- مشڪل پيش جو آوي، علي؏ اسم ڪم آوي،
حيدر؏ حل ڪر ڇڙاوي، تي موليٰ مهربان.

٨- ”صاحبڏني شاهہ“ ثناگر، غلامان غلام قنبر،
سُڻ تون شاهہ تونگر، داتا ملي دان.

ڀن: ڀڃ

## ٢: ڪافي روپ ڪوهياري



سڀ تتبيران ترڪ ڪري،
ٿيا تابع سڀ تقدير جا، تہ قدير جا.

١- عباس عليؑ مونديؑ مشق پائي جي،
وڍيا ويرن بازون، وير جا تہ امير جا.

٢- سِر قاسمؑ جي سهن سهرا جيئن،
جلوا بدر منير جا تہ اڪسير جا.

٣- اصغرؑ اجايل جهليو تير حلق ۾،
جنهن جا لب لعابي، کير جا تہ صغير جا.

٤- حُر هوشيار همت سان آئي،
پير چميا تنهن پير جا تہ شبيرؑ جا.

٥- هڪ هزار تئو سَوَ بهتر صفوان،
زخم ڪاري تير جا تہ عليؑ جي وير جا.

٦- عشق جا ڳهڻا ڳل عابدؑ جي،
پيرين طوق زنجير جا تہ اسير جا.

٧- ”صاحبڏني شاهہ“ ڪر تون صبر سالڪ،
اعليٰ شان اميرؑ جا تہ ظهير جا.

تتبيران: تدبيرون

## ۳: ڪافي روپ پهاڙي



عشق سندو امتحان، شاهه شبير؏ سان ٿيو بيحد بالا.

۱. ڪربلا ڏي ڪاهي ڪامل آيا، سر ڏيڻ جا ڪيائون سعيا،
مڙيا نه مستان، ذڪر زبان هُن ذولجلالا.

۲- مرد ميدان ۾ آيو علي اڪبر؏ هم شڪل هو پاڪ پيغمبرﷺ،
تيا حرامي حيران، شير شهادت جا پيتا پيالا.

۳- قاسم؏ چاچي ڪان آيو موڪلائي، بار هجر جا سر تي چائي،
شاهه وڏي سان شان، سر ڏيئي ٿيو افضل اعليٰ

۴- عباس علي؏ ڪيو پاڻي جو سعيو، مشق مونديي فرات تي آيو،
بازو وڍيس بي ايمان، ڪوفين ڪيڙو ڪِيس ڪمالا.

۵- اصغر؏ اجايل آيو هٿن تي چائي، موٽيو پنتي معصوم مارائي.
ڪيڏو صبر ڪيو سلطان، تير حلق ۾ جهليو ڀڳڻ ڀالا.

٦- حر حبدار ڇڏيو پليتن جو پاسو، آيو امام وٽ خادم خلاصو،
سر ڪيائين قربان، جاءِ جنت ۾ جڙيس بالا.

۷- سردار شهيدن جي شهادت پائي، زلزل زمين ڪئي آسمان اونداهي،
ڪل پئي ٿي ڪا نه، صحي روايت جو سچو آ قولا.

۸- هٿين پير ڳل طوق زنجيرن، علي عابد؏ ڪيو قيد بي پيرن،
شاهه پڙهي شڪران، پيرين پيادي ڪيا ڪيڏا ڪشالا.

۹- ”صاحبڏني شاهه“ چوي عشق عطا ڪر، ڪوڙ ڪچايون معاف خطا ڪر،
داتا ڳهران تو دان، حب حيدر؏ جي ڏي رب تعاليٰ

# ۴: ڪافي روپ آسا



عجب گهر عشق جو افضل، ڪنهن ڪي هٿ جي ايندو آ.

١. جڏهن آيس عشق جي دڳ تي، وهايائين ڪات رڳ رڳ تي،
ڪفر اسلام ناهي اڳتي، دوئي جا دام ٽوڙيندو آ.

٢. مرشد ڏني مام منصوري، سٽياسي ڪُنز ڪدوري،
سمايو عشق سيني نوري، سولي نيٺ نيندو آ.

٣. اصل ڪان عشق آهي آتش، رکي نہ نينهن نزاڪت،
ڪري مجنون جان وري مستي، بيرنگ باهم جاليندو آ.

۴. ”صاحبڏني شاهہ“ سوز ۾ سارو، چاتائين برهہ جو بارو،
هنيائين نينهن جو نعرو، گهي گهي گم بہ ٿيندو آ.

## ۵: ڪافي روپ آسا



نال ماهي دي جال وي ميان، هُو حق هادي حاضر ناظر.

١ حُب حيدر هر رک ٹُون، اها سُرت سنيال وي ميان،

٢ پکڑ دامن تون عليؑ اعليٰ دي، تيسي ڪمال وي ميان.

٣ دم دي نال تون جال هميشه، دم هيئي وصل وصال وي ميان

۴ دم دريا سموندون اونهان، نه ڪوئي مثل مثال وي ميان،

۵ پريم پيالا پُر ڪر پيتم، هٿ هادي دي نال وي ميان،

٦ غفلت غير وڃايس هڪلم، ڪر ڪي بِرهه بحال وي ميان.

٧ ”صاحبڏني شاهه“ گم تي غازي، مڑڻ هئي نه محال وي ميان

## ٦: ڪافي روپ آسا

عشق جو باري بار وي ميان، چمي عوشاقن چاھ سان چايو.

دام زلف ۾ جيڪي آيا، تن بار ملامت سر تي چايا،
بدنامي جا ڳل ڳانا پايا، نينھن ڪيا نروار وي ميان،
عشق اندر ۾ ڏنن اوراتو.

باھ برھ جي جن کي جلايو، اناالحق آواز الايو،
سر سولي تي سورھ ملھايو، عاشق ٿيو اثبات وي ميان،
مُلن مُلائن ڪِين سڃاتو.

عاشق اَڏي تي اڪيرئون آيا، قدم قرب جا تن پرتئون پايا،
سر ڏيڻ جا اتن سعيا، گام وڌائن گام وي ميان،
پيغمبرن اُتي پير نہ پاتو.

مھمير آڪين ڪيئي ماري چڙيا، ڪن ڳاراٽي سر ڳاري چڙيا،
............................... چاڻ اڪين جو چاڻ وي ميان،
”صاحبڏني شاھ“ سير سڃاتو.

## ۷: ڪافي روپ آسا



ديدن جي درياءَ ۾ عاشق گم ٿيا، غازي غرق غواصي،
پتو تنهن ڪي جو پيڙو، اوري ڇڏيائون لک چوراسي.

ديد ۾ ڪن ٿا ديد درازي، راز انهيءَ ۾ رند ٿيا راضي،
ڇا وري ڄاڻن ملا قاضي، اُلٽ عينن جي ڪار وي ميان،
ڄاڻ سان ڄاڻن عليل اداسي.

ديد ڪري ٿي جا تي امارو، ڪنڌي ڪين جو ڪين ڪنارو،
نانگا هٽن ٿا نينهن جو نعرو، لاحد ٿيا لاثان وي ميان،
ڪين ڦاسايا ٻي ڪنهن ڦاسي.

نفل نگاھ ۾ جيڪي آيا، صوفي صورت سڀ ۾ سمايا،
گهور اکين جي جيڪي گهايا، ڪين ڪرن اظهار وي ميان،
پي پيالو پريم پياسي.

”صاحبڏني شاھ“ سر سڄاتم، پاڻ ۾ پرجهي پاڻ سان ڄاتم،
پڪو پيچ پريت جو پاتم، ڪري نفي اثبات وي ميان،
بيخودي ڪئي خودشناسي.

## ٨: ڪافي روپ آسا



عشق اصل عريان، ڪين لڪي توڙي ڪو لڪ لڪائي.

عشق جي آتش ساڙي، سَنڌن ڪي جلد جلائي جان،
مرد مري ڪو مطلب پائي.

سورهہ سنيري چڙهيا سولي تي، ڪَل مُلن ڪي ڪانَ،
ڪو ذات ظهورو عبد ۾ آهي.

ويا ناسوتئون نيهي نڪري، لاهوتي لامڪان،
قصدئون ڪام قدم ڪڏائي.

”صاحبڏني شاهہ“ برهہ بَهاري، وسائي ويراني،
لام الف سان ڇڏائين لائي.

## ٩: ڪافي روپ لوڙائو



ناه منجهئون نروار ٿي آيم، ڪري سير صفاتي.
عدم مان آدم ٿي آيم، پرتئون پاتم پير.
احدئون احمد ٻہ مين هون، ڦند ناهي ڦير.
غالب ٻہ مين مغلوب ٻہ مين هون، قادر ٿئي ٻيو ڪير.
دلق پوشي آ دولت خانو، لهي ڪو مرد مٿير.
ڪوڙين من ڪو ڪامل لهندو، پُون انهيءَ جو پير.
”صاحبڏني شاھ“ نفي اثبات ڪيو، ويري رهيو نڪو وير.

## ١٠: ڪافي روپ لوڙائو



عشق آفات آهي اسد الاهيٰ، لحم لڳن جو لاهي ٿو،
ماس هڏيون هڏ ڪائي ٿو.

١ عشق علم اچي جاتي ڪوڙي، جهندو جهاد ڪرائي ٿو،
ماري منڪر مار ڪرائي، فتح فياضي پائي ٿو.

٢ عشق امانت خاص الله جي، منڪر منجهہ تہ مِٿائي ٿو،
جنهن چمي چت چاهہ سان چاتو، سر سارو سمجهائي ٿو.

٣ عشق جو اُلو جنهن تي پيئڙو، ٻاري ٻيڙ مچائي ٿو،
ساڙي چڏي ٿو سڀ سنڌن ڪي، باقي ذات بچائي ٿو.

٤ پير مغان جَڏِي پريت وڌائي عشق عطا تان ڪرائي ٿو،
"صاحبڏني شاهہ" پڙهہ شڪرانا، محبت مچ مچائي ٿو.

## ١١: ڪافي روپ لوڙائو



سڪ صنم جي سخت ستايو، اکين آرام نہ آيو آ.
اکين آرام نہ آيو آ، مون نيڻن نير وهايو آ.
ساعت سڄڻ توکان جدا نہ جاليان، جدائي جسم جلايو آ،
ڏينهن ڏکن جو وڏو ورھ ڪان، ساعت سال مون پانيو آ.
ويني نهاريان واٽ اوهان جي، پرين پيغام نہ آيو آ،
ماڻان نہ ڪر محب ماندي سان، مون پاند ڳچي پايو آ.
عشق اوهان جي آتش لائي، برھ پيڙ مچايو آ،
روز ساڙي تو سور سدائين، پريم پليتو لايو آ.
ڪانون ڪانگيرو گم تي ويڙو، عشق عقاب اڏايو آ
اماٽي چڏيائين ملڪ انهيءَ تي، جاتي ڇٽيو ڪي نہ ڇايو آ.
سڪندي سڪندي سال گذاريم، واحد وصل ڪرايو آ،
هادي حمايت حق ٿيو، حاصل صحيح سر سمايو آ.
"صاحبڏني شاھ" گم تي گم ۾، گم تي غير وڃايو آ،
گم تيڻ ۾ هئي هدايت، هادي حق سمجهايو آ.

## ١٢: ڪافي روپ لوڙائو



مون ڪي ماروئڙن جي، اندر منجهہ اُڪير،
پنج تون قيد، لاهج نيل زنجير.

تنهنجا تول وهاڻان، مون ڪي مول نہ ڀاڻان،
واڙي ڪن وچاڻان، مارن منجهہ ملير.

پٽ نہ پائيندس، لوئي لاهيندس،
مارو نہ لڄائيندس، عمر ڄام امير.

تنهنجون تهريون طعام، وٽن ڪيئن وريام،
اچي ڪين آرام، محلاتن ۾ مير.

”صاحبڏني شاهہ“ ساري، ويهان ڪيئن وساري،
ايندا شل اوتاري، وَهلو وِلهن وير.

## ١٣: ڪافي روپ لوڙائو



مونکي ماروئڙن جا، پلپل پور پون،
پلپل پور پون، ساڙيون سور وجن.

ماتم تيو ملڪن ۾، لڏيا لعل وڃن،
سامي هليا سفر تي، پورب پنڌ پڇن.

محبت سندي ميدان ۾، سورهه سر تا ڏين،
اچي اڏي ڪي آر تي، ڪوپا ڪنڌ ڪُسن.

رات روئي رت ڳاڙون، موڳا ماڪ پوڻ،
دانهون درد فراق جون، ڀڳڻ مثال ٻڌن.

"صاحبڏني شاهه" چوي شوق مون، پرين پنهنجو ڪن،
قرب مڃائين پنهنجو، ڳڏجي شال ڳڏن.

## ١٤: ڪافي روپ جوڳ



ناھ ڀڄ جو ناھ ٽيڙا، ناھ ڪيا نانگھ نظر،
الا الله اثبات ڪن، بقا بهادر باخبر.

آيا اڏي جي آر تي، قربئون قتل جي ڪار تي،
سِر ڏنئون اقرار تي، عطا ٽين ازلي اثر.

نيزي نظاري نينهن جي، محبت وسائين پنهنجي،
شوقئون شهادت شينهن جي، ڪوپا ٽيا ڪامل ڪٿر.

”صاحبڏني شاھ“ صاف آ، عاشقن انصاف آ،
مرڻ تنهن تئون معاف آ، زنده رهن ٽا جي خطر.

## ١٥: ڪافي روپ جوڳ



ديد ۾ ديد ٿيا، ڏيئي سِر عوشاق شهيد ٿيا.

جيڪي موج مجازي ۾ آيا، اُهي ڄاڻ آهين جو ڄاڻن،
ثابت سر ڪري تہ سڄاڻن ٿا، اوهي مرد ميثاقي تجريد ٿيا.

جيڪي دام اڪين جي ۾ آيا، تن پيچ پريت جا پايا،
آتن سِر ڏيڻ جا سعيا، پي جام وصال وعيد ٿيا.

جيڪي رمز اڪين جي ڄاڻن ٿا، پنهنجو پاڻ ڪي پاڻ سڃاڻن ٿا،
نہ ڪا تاڻ ٻي تاڻن ٿا، حملي حسن واري ۾ بريد ٿيا.

"صاحبڏني شاهہ" ترڪ آ، بحر حسن ۾ غرق آ،
محبت وارن اهو مَرڪ آ، جملي جوش وارا مريد ٿيا.

## ١٦: ڪافي روپ جوڳ



عشق عقل سان ڪيون ڪيون، مٽيون ساري جهان جون،
ساري جهان جون، جڳ جهان جون
عشق عقل سان ڪيون هن تعديون، تاب ڏيکاري ٽيون ٽيون،
جوش وڏي جوان جون
عشق اچڻ سان علم عقل جون، پاڙان پٽجي ويون وپون،
سُرت واري سامان جون.
حُسن جون فوجان سر عاشقن اچن، اُمالڪ سَيون سَيون،
تاب وڏي طولان جون.
رندن روز الست ازل ڪان، عشق امانت ڪيون ڪيون،
سر نيزي نشان جون.
برھ بهادر جنگ جدل جون، فوجان فالم ڪيون ڪيون،
عشق علي اعليٰ شان جون.
انا احمد بلاميمي بي خودي خود چيون چيون،
اناالحق الحان جون.
”صاحبڏني شاھ“ برھ جو باتيون، نينهن سٽايون نيون نيون،
ثابت صحيح سِر سبحان جون.

## ١٧: ڪافي روپ جوڳ



سڄڻ اوهان جي سِڪ ۾ ويندس محب مري،
درد اوهان جي دلبر، چاڪن ڪئي هان چري.

جدائي ڪر نہ جاني، فراقن ڪئي هان فاني،
روز ٻاڪاري ٻانهي، ڪر تون وصال وري.

توبهہ توبهہ زارَي، در در وڇوڙي ماري،
گهور نہ وجهہ تون گهاري، توڙي هان عيبن ڀري.

نينهن صدورو ٽيندو، پنهل مون وٽ ايندو،
ڏيهہ واڏايون ڏيندو، ويندو نہ شال وري.

"صاحبڏني شاهہ" سوالي، برهہ رهي برحالي،
اڪ عاشقن جي عالي، جنهن کي آ ذوق ذري.

## ١٨: ڪافي روپ جوڳ



جي اچي محبوب مون گهر، هاڻي حاضر ڇا ڪريان،
مال مڏيون محبوب تان، سو ساهہ پڻ صدقي ڪريان.

حال هن هجر سندو، محبوب تو معلوم آ،
واڳان وصل جون آءُ تون واريُ، مون مُٺي جيڪر جيان.

عرض تو عاجز ڪري، تون مڃا منظور ڪر،
عشق اعليٰ برھہ بالا، ڏي سهاڳ سُهاڳ ٿيان.

مون موالي هان سوالي، آيس مان ميخان تي،
جام صراحي مون ملي، پيالا پريمي تو پيان.

مُئي ڪان پوءِ منهنجي قبر تي، جي اچين محبوب تون،
نڪري قبر ڪان مون ادب سان، سو پيرا سجدو ڪيان.

"صاحبڏني شاهہ" فڪر ڪر، هر دم حياتي ذڪر ڪر،
يادگيري نانهين جنهن ڪي، نامرد ماديون ميان.

## ١٩: ڪافي روپ پيروي



پاند ڳچي پائيندس، پنهل پرچائيندس،
بديون بخشائيندس، مون ۾ عيب هزار.

ميري آهيان مندي آهيان، گدلي مون گندي آهيان،
دوست وسندي آهيان، ڪج ڪامل مونڪي قربدار.

لنگڙ لُچي آهيان، ڪميٽي ڪچي آهيان،
ڏوليا مون ڏٿي آهيان، لاڄ ڳچي تنهنجي آهي لڄدار.

ننڌر نماڻي سان، عيبن هاڻي هان،
ورھ وڪاڻي سان، اچي مل تون مهندار.

سڄڻ سنياريان تي، پل نہ وساريان تي،
پنهل پڪاريان تي، ڪري ياد تو ڪي يار.

”صاحبڏني شاھ“ پنهل ايندو، ڏُٽ ڏٿي جا ڏول ڏڪيندو،
نال ونې ننڌر ڪي نيندو، عيب اجهل مون ۾ آهن اپار.

## ٢٠: ڪافي روپ تلنگ



ماندي مران ٿي، ٻاراڙين ڳران ٿي،
پلپل پنهل آهي تنهنجي پچار.

سڄڻ سنپاريان ٿي دم نہ وساريان ٿي،
ڀڳڻ ٻاڪاريان ٿي، ڪري ياد توکي يار.

ڇا ڪئون ڇڏي وئين، گوندر گڏي وئين،
پرچ پرين، لهہ سوڊل سنپار.

محب سان ملندس، خوش ٿي کلندس،
مساڳ ملي مون ڪندس سينگار.

"صاحبڏني شاهہ" پرين شال ايندا،
ننڌر نماڻي گولي گڏيندا،
ويندو وڇوڙو ڪندو ڏٺي نہ ڏار.

## ٢١: ڪافي روپ تلنگ



پاڻ آهيان حق پاڪ، بشري برقي چاڪ چوايم.

اصلئون آهيان لامڪاني، آدم تڪيو ڪيم نشاني،
عشق ڪيو عوشاق وي ميان، احدئون آئي عبد سڏايم.

لاالا نفي نابود جي ڪيڙم، الا الله اسم معبود جي تيڙم،
عرش زمين افلاڪ وي ميان، هر جاءِ هر هنڌ سِر سمايم.

صورت صنم جي شور مچايم، باري بار برھ جو چايم،
نڪري تيس نروار وي ميان، ڪُنت ڪنزا ٻول ٻلايم.

عدم ڪان هت ٿي آيم، نا ڪنهن ڇٽيل نا ڪنهن ڇايم،
پرتئون ڪري پسار وي ميان، ”صاحبڏني شاھ“ نام سڏايم.

## ٢٢: ڪافي روپ پهاڙي



جڏهن برھ ڪيو بيدار اديون، آٽي عشق ڪيو اظهار اديون.

نانگ نظارو نور آهي، هر دم وارن کي حضور آهي،
دائم دردن دستور آهي، نيٽن نير وهائي نار اديون.

صورت صنم جي شور ڪيو، تي هوش عقل حيران ويو،
پرتئون پاڪ پنهل سان پيچ پيو، هر دم حال هت هوشيار اديون.

هر دم حال حلاجي ۾ رند رهن، ڪاڪيون ڪين سيجائين ڪين چون،
وڻي ڪين ڪنارو ڪين ٽين، هر دم ڪين ڪرن اظهار اديون.

”صاحبڏني شاھ“ تي گر ۾ گم، پڙھ فرض فنا ڪر خوب ختم،
تڏي معاف ٿئي سارو جرم جنم، حاصل حال هم هموار اديون.

## ٢٣: ڪافي روپ مانجهہ



توکئون يار سهڻا، ڳڻتن منجهہ ڳري،
هيڪر ملان هڪ واري، ڪامل ڪرم ڪري.

جاڪون جدا ٿيو جاني، ملڪ سارو ويراني،
ڪيئن ڪري هي ٻانهي، ٽيڙو پنڌ پري.

دوست اوهانجي غم ۾، توکي ساريان دم دم ۾،
قبضو نہ پئي ڪم ۾، تو ۾ ديد ڏري.

موهيس تنهنجي ماڻين، چاڙيندڙ رب چاڙين،
ڪين لبي هان ناڻي، دلڙي خريد ڪري.

سڄڻ اوهان سڪ ۾، ڪين لڪي هان لڪ ۾،
ديد اٿم تو هڪ ۾، محبت منجهہ مري.

"صاحبڏني شاهہ" ساري، پلپل تو پڪاري،
واڳ ولهي تي اچ واري، قربئون قدم ڏري.

## ٢۴: ڪافي روپ تلنگ



عشق ڪيو اظهار، صورت صنم جي شور مچايم.

عدم ڇڏي هت آدم آيم، نہ ڪنهن ڇٽيل نہ ڪنهن ڇايم،
برهہ ڪيو بي قرار، احدئون آٽي عبد سڏايم.

بي مثلي آهي ذات اسانجي، نالو صورت آهي صفات اسانجي،
نڪري ٿيس نروار، ڪُنت ڪنزا ٻول ٻڌايم.

حُسن پرستي آهي ذات اسانجي، گر ٿيڻ آهي گهات اسانجي،
سوليءَ تي سردارس، اناالحق آواز الايم.

"صاحبڏني شاهہ" سِر سمايم، هر جاءِ هر هنڌ حڪم هلايم،
آهيان بي پرواهہ، سهجون آٽي سيد سڏايم.

## ٢٥: ڪافي روپ آسا



عشق جو ڏس انصاف وي ميان، خام خودي کي ڇڏ لهر ۾ لوڙهي.

بحر حسن ۾ جيڪي پوندا، نيهي نير وهائي روئيندا،
حال حقيقت ڪنهن کي نه چوندا، برهه ڪيا بيمار وي ميان،
وڌو وريامڻ کي نينهن نهوڙي.

عشق جي بازي ڪيڏن غازي، رند رضا تي رهن راضي،
ڇا وري ڄاڻن ملا قاضي، سر ڏين سردار وي ميان،
ڪنڌ ڪلهن تئون ڏين تا ڪوري.

عشق آڙاهه ۾ عاشق اچن ٿا، پرتئون پروانا پاڪ پچن ٿا،
پيڙ برهه جا مچ مچن ٿا، سورهه سي سلطان وي ميان،
وڃن ويراڳي منهن نه موڙي.

"صاحبڏني شاهه" عشق اڙانگو، مٿي ڇڏ تون سر جو سانگو،
لنگهي وڃ تون لا جو لانگهو، ڪر نفي اثبات وي ميان،
ٻوجهه ٻيائي جو ڇڏ تون ٻوڙي.

## ٢٦: ڪافي روپ لوڙائو



سوز صنم جي ۾ روز سڙان ٿو، عشق انبو لائي ڇڏيو،
محبت مچ مچائي ڇڏيو.
جاڪون جانب ٿيو آ جدا، مون عيش عشرت وڃائي ڇڏيو،
سڪ تنهنجي ۾ سهڻا سائين، مون نيٽين نير وهائي ڇڏيو.
فرقت تنهنجي ۾ سهڻا سائين، هجر هوش گنوائي ڇڏيو،
آ مل ماندي سان تون منٺڙا، وڇوڙو وَرهن جو وڃائي ڇڏيو.
درد اوهان جي دلبر مون کي، سبق سورن جو سڪائي ڇڏيو،
پلپل ۾ آ پچار اوهان جي، محبت مطالع ڪرائي ڇڏيو.
نيٽين ننڊ آرام جي ويئڙو، سيني سوز سمائي ڇڏيو،
"صاحبڏني شاهه" وارو وريو، پير مغان پرچائي ڇڏيو.

## ٢٧: ڪافي روپ لوڙائو



عشق عجيبا تو آوڻ سِيتي، غير غرور وڃائي ڇڏيو،
غير غرور وڃائي ڇڏيو، ذاتي جوش جَڳائي ڇڏيو.
حضرت عشق جنهن سر آيو، تنهن وهم وجود وڃائي ڇڏيو،
ذاتي سان وڃي ذاتي رَليو، سر سارو سمجهائي ڇڏيو.
عشق امانت خاص الله جي، باقي برھ بچائي ڇڏيو،
بخشش ڪيائين يار انهن تي، جنهن سر جو سانگو لاهي ڇڏيو.
صفت ثنا تنهنجي بيحد بالا، تو ڪُنتَ ڪنزا الائي ڇڏيو،
سالڪ سمجهي ڪر سر انهي ڪي، بيمثل تہ پلائي ڇڏيو.
"صاحبڏني شاھ" پڙھ شڪرانہ، عشق عطا ھر ڪرائي ڇڏيو،
ڪامل مونسان ڪري جي ڪيڙو، ڏيھ اهو تہ ڏيکائي ڇڏيو.

## ٢٨: ڪافي روپ لوڙائو



عشق عجيبا تنهنجي چال عجائب، لوڪان ڪل نہ ڪائي وو يار،
لوڪان خبر نہ ڪائي وو يار، ڪر ڪا راھ نمائي وو يار.
عشق امانت روز ازل ڪئون، چمي عوشاقن چائي وو يار،
بان ڪري بينو پاڙي پجي ويا، مُلن مسيت وسائي وو يار.
سو سُڪن ڪيان صلقي سورن تون، جنهن بندي برھ پڙهائي وو يار،
صوم صلوات وساري مون وينس، سُرڪي سوز چڪائي وو يار.
تال تسبي جا گم ٿي ويڙا، پريم پريت وڌائي وو يار،
”صاحبڏني شاھ“ صاف اندر ٿيو، عشق امانت آئي وو يار.

## ۲۹: کافی روپ آسا



جسم بھی میں ہوں، جان بھی میں ہوں، برہ بدل باران بھی میں ہوں۔
گنگا میں ہوں، جمنا میں ہوں، لچھمن رام تے کان بھی میں ہوں۔
عیسیٰ میں ہوں، الیاس میں ہوں، نوح اُتے طوفان بھی میں ہوں۔
احد میں ہوں، احمد بھی میں ہوں، ثابت سر سلطان بھی میں ہوں۔
عرش بھی میں ہوں، فرش بھی ہوں، سارا جملے جہان بھی میں ہوں۔
فنا بھی میں ہوں، بقا بھی میں ہوں، 'صاحبڈنہ شاہ' سبحان بھی میں ہوں۔

## ۳۰: کافی روپ سورٹھ



گر گیان بتاؤں رے سکھی ری، میں تو منکر مار مناؤں۔

عشق آفات اور عام نہ آون، شیر شہید کراؤں۔

مام منصوری بیخود کیا، سولی سر چڑھاؤں۔

پیر مغاں ہے پریت میری، میں نفی ناد بجاؤں۔

'صاحبڈنہ شاہ' حال حُلاجی، اناالحق الاؤں۔

## ۳۱: کافی روپ تلنگ



داس ہوں میں داس ہوں، دن رین پیا کی پیاس ہوں،
گُر کوں بندے نے کیا بتایا، خام خودی سے خلاص ہوں۔
سر سیس گرو کے چرنے ہوں، جیتے ہوں نہ مرتے ہوں،
کب راما اُتار اُترتے ہوں، کب عیسیٰ ہوں کب الیاس ہوں۔
کب دارا شاہ سکندر ہوں، کب گورکھ ناتھ مچھندر ہوں،
کب جوگ جگت کے اندر ہوں، کب تو خاص الخاص ہوں۔
کب مسجد ہوں ، کب مندر ہوں، کب عشق آزاد سمندر ہوں،
کب صوفی مست قلندر ہوں، کب اڑتا پون آکاس ہوں۔
کب 'صاحبڈنہ شاہ' شائق ہوں، کب لام اللہ سِر لائق ہوں،
کب فقر فیاضی فائق ہوں، کب آدھوتی تہ اداس ہوں۔



صوفي فقير سيد صاحبڏنو شاھ بخاري (وستي عنايت شاھ)



(ساڄي کان) صوفي فقير سيد صاحبڏنو شاھ بخاري (وستي عنايت شاھ)، صوفي فقير سيد قلندر علي شاھ بخاري (ڪڇي ڏٽي، ياڳ ناڙي بلوچستان) ۽ صوفي فقير سيد انور علي شاھ بخاري (درگاھ جھانپور شريف)

